# تون چورن ٿي  ٿر ۾ چاهي

امر رائسنگھ راجپوت



تون چوين ٿي ٿر ۾ چاهي؟
واري اُڏري اک چُمي ٿي
تنهنجو آدر پاءُ ڪري ٿي
توکي ڪاوڙ خوب لڳي ٿي
ٿوري ٿوري اُس ٿئي ٿي
تون چوين ٿي دوزخ آهي

مورک اهڙا ماٺا تنهنجا
منهنجو روح اُديڙي ويندا
مان چوان ٿو شهري وينگس
ٿر ۾ مارو پٽر جهڙيون
سجُ اُڳي جو سُگهڙ مايون
مهي ولوڙي مُرڪن ڪيڏيون
تن جا چهرا چنڊ ڏسين ها
هندو مسلم عيدون هوليون
پاڻ ۾ کير ۽ کنڊ ڏسين ها
کيت لُٽيندي کيتان منڊيو
مهراڻي ۾ منڊ ڏسين ها
وينگس ايئن نه ويڻ چئين ها
ٿر کي ڏوري يار ڏسين ها
توکي ڪون ڏسڻ ۾ آيا
ٿر ۾ لوڏ لُڏڻ جا منظر
ٿر ۾ ڪوڏ ڪُڏڻ جا منظر
ٿر ۾ مور اُڏڻ جا منظر
ٿر ۾ ماڪ پوڻ جا منظر
ٿر ۾ ناسي نيرو ڏونگر
ٿر ۾ وڳ اُنن جا وڙڪن
ٿر ۾ اڪ جُڳِن کان جرڪن
ٿر ۾ ڦوڳ ڦُلن سان جهومن
ٿر ۾ مينهن وٺي جون ڳالهيون
ٿر ۾ بولا بينسر واليون
ٿر ۾ ٽيج سرامڻ ڳالهيون
ٿر ۾ منڪو ٿر ۾ ٿاليون
ٿر ۾ پنچيءَ مُرڪي پاليون
ٿر ۾ چيلا چانگون واريون
ٿر ۾ مُرڪي ٿُوهر منڌي
منڙي ماني جُوئر سندي
ٿر ۾ ٻاجهر سگ لُڏن ٿا

ساوا ساوا ڪيٿ وڻن ٿا
ٿر ۾ پپون پيرون چونديِ
ماروئڙا ڪيئن پيٿ پرن ٿا
ٿر جا ميوا امرت جهڙا
هڪڙو پيرو تون به چکجانءَ
وسڪاري جي رُت پلي ۾
ٿر ۾ کُنپيون کائي ڏسجانءَ
ڪولهين سان گڏ ڪجلاسر تي
راسُوڙا پي ڳائي ڏسجانءَ
ڪرني مان تون ڪلندي پياري
نينڪلا ڪي ناهي ڏسجانءَ
ڪچ تي ڪوري گاگر رکندي
هڪڙو پيرو هيل به ڪٽجانءَ
ڪيڙي لئه ڪئن پير ڪٽي ٿي
ڏُکندي هڪڙي ڏيل به ڏسجانءَ
هُرمچ پرندي نم جي هيٺيان
ساجن لئه پيئي ڪانگ اُڏاري
اُن جا تيل قُليل به ڏسجانءَ
رُخصتي جي ٿاٽي روئندي
ڏنجهه ۾ ڏُسڪي ڏورو ٻُڌجانءَ
صادق ڪي پي ٿورو ٻُڌجانءَ
پوءَ تون چئجانءَ ٿر ۾ چاهي؟
ٿر ۾ هڪڙو جيون آهي.